# سائنس

سوال 1: سائنس ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : تجربن ۽ مشاهدن ذريعي حاصل ڪيل علم کي سائنس چئجي ٿو.
سوال 2: سيل ( Cell ) يا جيوگهرڙو ڇا آهي؟
جواب : سڀني جاندارن جي بناوت جو بنيادي ايڪو سيل آهي.
سوال 3: اينيمل ڪنگڊم ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : هن ڌرتيءَ تي سڀئي جاندار هڪ وڏي دنيا ٺاهين ٿا ان کي اينيمل ڪنگڊم چئبو آهي.
سوال 4: ورٽيبريٽ ( Vertebrate ) ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهي جانور جن کي پٺيءَ جوڪرنگهو ٿئي ٿو. مثال: مينهن، ٻلي، ڪتو، شينهن وغيره
سوال 5: اِنورٽيبريٽ ( Invertebrate ) ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهي جانور جن کي پٺيءَ جو ڪرنگهو نه هجي. مثال: جيت، ڪيڙا وغيره.
سوال 6: دنيا ۾ مڇين جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : 30 هزار کان به وڌيڪ آهن.
سوال 7: دنيا ۾ پکين جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : 9 هزار کان به وڌيڪ آهن.
سوال 8: دنيا ۾ جيتن جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب : 8 لک کان به وڌيڪ آهن.
سوال 9: ايمفيبين ( Amphibian) ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهي جانور جيڪي پاڻيءَ ۽ خشڪي ٻنهي تي رهن. مثال: نانگ ،ڏيڏر ۽ ڪُمي وغيره
سوال 10: مئمل ( Mammal ) ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : اهي جانور جيڪي ٻچا ڄڻين ۽ پنهنجن ٻچن کي کير پيارين انهن کي مئمل چئبو آهي.
سوال 11: سرد رت وارا جانور ڪهڙا آهن؟
جواب : مڇيون، ايمفيبين ۽ ريڙهيون پائيندڙ جانور.
سوال 12: گرم رت وارا جانور ڪهڙا آهن؟
جواب :پکي ۽ مئمل.
سوال 13: باريڪ خوردبيني جاندار ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اهي باريڪ جاندار جن کي اسان ڏسي نٿا سگهون. مثال: وائرس بيڪٽيريا وغيره
سوال 14: خوردبيني جاندارن کي ڪهڙن گروپن ۾ ورهايو ويو آهي؟
جواب : وائرس، بيڪٽيريا ۽ فنجي.
سوال 15: خوردبيني جو ڪهڙو ڪم آهي؟
جواب : خوردبيني شين کي پنهنجي اصل جسم کان تمام وڏو ڪري ڏيکاريندي آهي.
سوال 16: بيڪٽيريا، وائرس ۽ فنجي ڪيترن سيلن وارا جاندار آهن؟
جواب : هڪ سيل وارا جاندار. ( وائرس جي بناوت ايتري ته ننڍي آهي جو ان کي خليو به نٿو چئي سگهجي )
سوال 17: بيڪٽيريا جي شڪل ڪيئن هوندي آهي؟
جواب : ڪي سُئي جهڙا، ڪي گول ۽ ڪي وري اسپرنگ جهڙا ٿين ٿا.
سوال 18: انسانن ۽ جانورن جي آنڊي ۾ ڪهڙو بيڪٽيريا رهندو آهي؟
جواب : ايسچيريچيا ڪولي.
سوال 19: ڏهي ٺاهڻ ۾ ڪهڙا باريڪ جاندار ( مائڪروبس ) مدد ڪندا آهن؟
جواب : بيڪٽيريا.
سوال 20: زڪام ۽ فلُو ڪهڙن باريڪ جاندارن جي ڪري ٿيندو آهي؟
جواب : وائرس جي ڪري.
سوال 21: وڏي ۾ وڏو مائڪروب يعني باريڪ جاندار ڪهڙو آهي؟
جواب : فنجي.
سوال 22: نشاستو يا بيسٽ ڇا جي مدد سان ٺهندو آهي؟
جواب : فنجي.
سوال 23: پينسلين واري اينٽي بايوٽڪ ڇا مان تيار ڪئي ويندي آهي؟
جواب : پينسيلم مان جيڪو هڪ قسم جو فنگس ( فنجي ) آهي.
سوال 24: پوليو جي وئڪسين ڇا مان تيار ڪئي ويندي آهي؟
جواب : پوليونالي هڪ وائرس مان.
سوال 25: انفيڪشن ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اها بيماري جيڪا بدن ۾ جيوڙن جي موجودگي ڪري پيدا ٿئي ان کي انفيڪشن چئبو آهي.
سوال 26: نزلو، زڪام، بخار ۽ مٽي جو سور ڪهڙي انفيڪشن جي ڪري ٿيندا آهن؟

جواب : وائرل انفيڪشن جي ڪري ٿيندا آهن.
سوال 27: دست ڪهڙي انفيڪشن جي ڪري ٿيندا آهن؟
جواب : بيڪٽيريل انفيڪشن جي ڪري ٿيندا آهن.
سوال 28: چمڙيءَ جون ڪي بيماريون ڪهڙي انفيڪشن جي ڪري ٿينديون آهن؟
جواب: فنگل انفيڪشن جي ڪري ٿينديون آهن.
سوال 29: بيمارين جي جيوڙن جا بدن ۾ داخل ٿيڻ جا رستا ڪهڙا آهن؟
جواب: وات ذريعي، نڪ ذريعي ۽ چمڙيءَ ذريعي.
سوال 30: ٻوٽن کي ڪهڙن ٻن گروپن ۾ ورهايو ويو آهي؟
جواب : ٻن گروپن ۾. 1. گلدار ٻوٽا 2. بي گل ٻوٽا.
سوال 31: گلدار ٻوٽن کي ڪهڙن ٻن گروپن ۾ ورهايو ويو آهي؟
جواب : 1.هڪ ٻج پن وارا ٻوٽا 2.ٻه ٻج پن وارا ٻوٽا.
سوال 32: هڪ ٻج پن وارا ٻوٽا ڪهڙا آهن؟
جواب : مڪائي، چانور، ڪڻڪ ۽ گاهه وغيره.
سوال 33: ٻه ٻج پن وارا ٻوٽا ڪهڙا آهن؟
جواب : انب، ليمون، چڻا، چئونرا ۽ مٽر وغيره.
سوال 34: بي گل ٻوٽا ڪهڙا آهن؟
جواب : فرنس ( Ferns ) ۽ موسز ( Mosses ).
سوال 35: جڏهن ٻج جي ڦٽڻ وقت ڪاٽليڊان زمين کان مٿي نڪري ايندا آهن ته ان کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : ايپيجل جرمينيشن.
سوال 36: جڏهن ٻج جي ڦٽڻ وقت ڪاٽليڊان زمين جي اندر ئي رهن ته ان کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : هئپوجل جرمينيشن.
سوال 37: ٻج ۾ موجود ننڍڙي ٻوٽي کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : ايمبريو (Embryo).
سوال 38: ڪاٽليڊان ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : ٻج جي ٻن پاڱن مان هر هڪ پاڱي يا اڌ کي ڪاٽليڊان يا شروعاتي ڪچو پن چئبو آهي.
سوال 39: ٻج ۾ موجود ننڍڙي سوراخ کي ڇا چيو ويندو آهي؟
جواب : مائڪرو پائيل.
سوال 40: اينڊو اسپرم ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : ٻج جو اهو حصو جنهن ۾ خوراڪ گڏ ٿيل هوندي آهي.
سوال 41: ٻج جي ڦٽڻ لاءِ گهربل حالتون ڪهڙيون هونديون آهن؟
جواب : آڪسيجن، پاڻي، مناسب گرميءَ جو درجو ۽ روشني.
سوال 42: آلودگي ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : هوا ، پاڻي ۽ زمين جي خاصيتن ۾ اڻوڻندڙ تبديلي جيڪا انسان ۽ ٻين جاندارن جي صحت تي خراب اثر وجهي ان کي آلودگي چئجي ٿو.
سوال 43: آلودگيءَ جا مکيه قسم ڪهڙا آهن؟
جواب : آلودگيءَ جا مکيه 3 قسم آهن. 1. هواجي آلودگي، پاڻيءَ جي آلودگي ۽ زمين جي آلودگي.
سوال 44: هوا جي آلودگيءَ ڪري ڪهڙيون بيماريون ٿين ٿيون؟
جواب : مٿي ۾ سور پوڻ، نڪ ۾ خارش ٿيڻ، نڙيءَ ۾ سور پوڻ، دم جي بيماري، نمونيا ۽ ڪئنسر.
سوال 45: پاڻيءَ جي آلودگيءَ ڪري ڪهڙيون بيماريون ٿين ٿيون؟
جواب : ڪالرا، مدي جو بخار ۽ دست وغيره.
سوال 46: زمين جي آلودگيءَ جا نقصانڪار اثر ڪهڙا آهن؟
جواب: زمين جي آلودگي پيدا ڪندڙ شين جي ڳري ختم ٿيڻ تي انهن جا زيرِ زمين پاڻيءَ پسگردائيءَ تي تمام زهريلا اثر پون ٿا.
سوال 47: مادو ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : اها شيءِ جيڪا جاءِ والاري ۽ وزن به رکي ان کي مادو چئجي ٿو.
سوال 48: مادي جون حالتون ڪهڙيون آهن؟
جواب : مادي جون ٽي حالتون آهن. نهرا، پاڻياٺ ۽ گئس.
سوال 49: مادي جي ڪهڙي حالت ۾ ماليڪيول هڪ ٻئي جي تمام ويجهو ۽ ڳتيل هوندا آهن؟
جواب : نهري حالت ۾.
سوال 50: مادي جي ڪهڙي حالت ۾ ماليڪيول ڪجھ پري هوندا آهن ۽ حرڪت ڪري سگهندا آهن؟
جواب : پاڻياٺ واري حالت ۾.
سوال 51: مادي جي ڪهڙي حالت ۾ماليڪيول آزاد ۽ پري پري هوندا آهن؟
جواب : گئس واري حالت ۾.
سوال 52: مادو ڇا جو ٺهيل هوندو آهي؟

جواب : مادو تمام باريڪ ذرڙن جو ٺهيل هوندو آهي جن کي ائٽم ۽ ماليڪيول چئبو آهي.
سوال 53: مادي جي ڪهڙي حالت کي مقرر مقدار ۽ خاص شڪل هوندي آهي؟
جواب : نهرو.
سوال 54: مادي جي ڪهڙي حالت کي مقرر مقدار هوندي آهي پر خاص شڪل نه هوندي آهي؟
جواب : پاڻياٺ.
سوال 55: مادي جي ڪهڙي حالت کي مقرر مقدار ۽ ڪا خاص شڪل نه هوندي آهي؟
جواب : گئس
سوال 56: گاٺ ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : گاٺ هڪ قسم جو زور آهي جيڪو شين کي آساني سان چرپر ڪرڻ کان روڪي ٿو.
سوال 57: مايو ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : مادي جي مقدار کي مايو چئجي ٿو.
سوال 58: مايي جو ايڪو ڇا آهي؟
جواب : ڪلوگرام Kg.
سوال 59: وزن ڇا کي چئجي ٿو؟
جواب : زمين جي ڇڪ واري زور کي وزن چئجي ٿو.
سوال 60: وزن جو ايڪو ڇا آهي؟
جواب : نيوٽن (N).
سوال 61: انسان جي بدن جو عام حالت ۾ گرمي_پد ( ٽيمپريچر ) ڪيترو هوندو آهي؟
جواب : 98.6F فيهرنهائيٽ.
سوال 62: جسم جي گرمي_پد ( ٽيمپريچر ) ماپڻ واري اوزار کي ڇا چئبو آهي؟
جواب : ٿرماميٽر.
سوال 63: سادين مشينن جا قسم ڪهڙا آهن؟
جواب : ليور، لهواري سطح ۽ ڇپر وغيره.
سوال 64: ليور جا ڪيترا قسم آهن؟
جواب :ٽي. 1.پهرئين قسم جو ليور، 2.ٻئي قسم جو ليور ۽ 3.ٽئين قسم جو ليور.

1. پهرئين قسم جي ليور ۾ٽيڪ يا فلڪرم، زور ۽ وزن جي وچ ۾ رکيل هوندو آهي. مثال: ڪينچي.
2. ٻئي قسم جي ليور ۾ وزن لڳايل زور ۽ فلڪرم جي وچ ۾ رکيل هوندو آهي. مثال: هٿ گاڏي
3. ٽئين قسم جي ليور ۾ لڳايل زور فلڪرم ۽ وزن جي وچ ۾ هوندو آهي. مثال: چمٽو.

سوال 65: روشني پنهنجو سفر ڪيئن ڪندي آهي؟
جواب : سڌي ليڪ ۾.
سوال 66: روشن جسم ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : اهي جسم جيڪي پنهنجي روشني پاڻ تيار ڪن انهن کي روشن جسم چئبو آهي. مثال: سج.
سوال 67: غير روشن جسم ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : غير روشن جسم اهو هوندو آهي جيڪو پنهنجي روشني پاڻ تيار نه ڪري سگهي. مثال: چنڊ ۽ گرهه.
سوال 68: شفاف جسم ڪهڙا آهن؟
جواب : اهي جسم جيڪي روشني کي پاڻ مان آسانيءَ سان گذرڻ ڏين. مثال: هوا،پاڻي،صاف شيشو.
سوال 69: نيم شفاف جسم ڪهڙا آهن؟
جواب : اهي جسم جيڪي روشنيءَ جي ڪجھ حصي کي پاڻ مان گذرڻ ڏين. مثال: ڌنڌلو شيشو.
سوال 70: غير شفاف جسم ڪهڙا آهن؟
جواب : اهي جسم جيڪي پاڻ مان روشنيءَ کي هرگز گذرڻ نه ڏين. مثال : سرن واري پٽ. ڪاٺ.
سوال 71: پاڇو ڪيئن ٺهي ٿو؟
جواب : جڏهن روشني ڪنهن غير شفاف جسم سان ٽڪرائجي رڪجي وڃي ٿي ته ٻئي پاسي ان جو پاڇو ٺهي پوي ٿو.
سوال 72: سج گرهڻ ڪيئن ٿيندو آهي؟
جواب : جڏهن چنڊ، سج جي سامهون اچي بيهندو آهي ته سج گرهڻ ٿيندو آهي.
سوال 73: چنڊ گرهڻ ڪيئن ٿيندو آهي؟
جواب : جڏهن زمين، سج ۽ چنڊ جي وچ ۾ اچي بيهندي آهي ته چنڊ گرهڻ ٿيندو آهي.
سوال 74: بجليءَ جو سرڪٽ ڇا آهي ۽ ڪيئن ٺهي ٿو؟
جواب : بجليءَ جو سرڪٽ اهو رستو آهي جنهن تان بجليءَ جو ڪرنٽ گذري وڃي ٿو ڪو ڪم ڪري سگهي. جيئن بلب کي روشن ڪرڻ وغيره.
سوال 75: ائٽم جا بنيادي ذرا ڪهڙا آهن؟
جواب : اليڪٽران، پروٽان ۽ نيوٽران.
سوال 76: اليڪٽران، پروٽان ۽ نيوٽران تي ڪهڙي چارج هوندي آهي؟
جواب : اليڪٽران تي ڪاٽو (-) چارج. پروٽان تي واڌو (+) چارج ۽ نيوٽران تي ڪا به چارج نه هوندي آهي.

سوال 77: مٽيءَ جا ڪهڙا قسم آهن؟
جواب : وارياسي مٽي، لٽ واري مٽي، چيڪي مٽي ۽ لُوم.
سوال 78: ٻوٽن جي واڌ ويجھ لاءِ ڪهڙي مٽي بهترين هوندي آهي؟
جواب : لُوم
سوال 79: لُوم ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : اها مٽي يا زمين جيڪا چيڪي مٽي، لٽ،واريءَ ۽ هيوم جي ملاوٽ سان ٺهيل هجي.
سوال 80 :مٽيءَ جي هڪڙي پريل چمچي ۾ ڪيترا بيڪٽيريا هوندا آهن؟
جواب : هڪ ڪروڙ.
سوال 81: تحليلي عمل ڇا کي چئبو آهي؟
جواب : ڇٽيل، سڙيل ،ڳريل پن ۽ مُئل جانورن جا جسم مٽيءَ ۾ موجود باريڪ جيوڙا ( بيڪٽيريا ۽ فنجي) ڪائي ڇٽ ڪندا آهن. ان عمل کي تحليلي عمل چئبو آهي.
سوال 82: نظامِ شمسيءَ ۾ ڪل ڪيترا گرھ آهن؟
جواب: 8 گرھ آهن. 1. عطارد 2. زھره 3. زمين 4. مريخ 5. مُشتري 6. زُحل 7. يورينس 8. نيپچُون.
سوال 83: سج جو قطر( يعني هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين مفاصلو) ڪيترو آهي؟
جواب : 1.4 ڪروڙ ڪلوميٽر. جيڪو 109 زمينن کي هڪ ٻئي پرسان رکڻ برابر ٿيندو.
سوال 84: سج اسان کان ڪيترو پري آهي؟
جواب : 150 ملين ڪلوميٽر پري آهي.
سوال 85: سج جي روشني زمين تائين پهچڻ ۾ ڪيترو وقت لڳي ٿو؟
جواب : 8 منٽ لڳن ٿا.
سوال 86: سج ۾ اسان جي زمين جيڏيون ڪيتريون زمينون ماپي سگهن ٿيون؟
جواب : 1،300،000. تيرھن لک زمينون ماپي سگهجن ٿيون.
سوال 87: سج جو وزن ڪيترين زمينن جيترو ٿيندو؟
جواب : 330،000 . ٽي لک ٽيھ هزار زمينن جيترو ٿيندو.
سوال 88: نظامِ شمسي ۾ موجود گرھن کي ڪيترن گروپن ۾ ورهايو ويو آهي؟
جواب : ٻن گروپن ۾ ورهايو ويو آهي. 1. زميني يا پٿريلا گرھ 2. گئس وارا ديو نما گرھ.
سوال 89: پٿريلا گرھ ڪهڙا آهن؟
جواب : زمين ،عطارد ، زھره ۽ مريخ.
سوال 90: گئس وارا گرھ ڪهڙا آهن؟
جواب : مُشتري، زُحل ، يورينس ۽ نيپچُون.
سوال 91: نظامِ شمسيءَ جو ننڍي ۾ ننڍو گرھ ڪهڙو آهي؟
جواب : عطارد ( Mercury ).
سوال 92: نظامِ شمسيءَ جو وڏي ۾ وڏو گرھ ڪهڙو آهي؟
جواب : مُشتري ( Jupiter ).
سوال 93: سج کي ويجهي مان ويجهو گرھ ڪهڙو آهي؟
جواب : عطارد.
سوال 94: سج کي پري مان پري گرھ ڪهڙو آهي؟
جواب : نيپچون ( Neptune ).
سوال 95: ڪهڙو گرھ گهڻي قدر لوھ يا فولاد جو ٺهيل آهي؟
جواب : عطارد.
سوال 96: زمين جي ڀيڻ ڪهڙي گرھ کي چيو ويندو آهي؟
جواب : زھره ( Venus ) کي.
سوال 97: نظامِ شمسي جي ڪهڙن گرھن کي پنهنجا چنڊ نه آهن؟
جواب : عطارد ۽ زھره کي.
سوال 98: زمين جي چنڊ جو نالو ڇا آهي؟
جواب : لُونا ( Luna ).
سوال 99: ڳاڙهو گرھ ڪهڙو آهي؟
جواب : مريخ ( Mars ).
سوال 100: مريخ تي ڪيترا چنڊ آهن ؟
جواب : ٻه آهن. 1. ڊيماس 2.فوباس.
سوال 101: نظامِ شمسيءَ جو سڀ کان وڏو برندڙ جبل " اولمپس مانس " ڪهڙي گرھ تي آهي؟
جواب : مريخ تي.
سوال 102: مُشتري تي ڪيترا معلوم ڪيل چنڊ آهن ۽ ڪيترا تحقيق هيٺ آهن؟
جواب : 50 معلوم ڪيل چنڊ ۽ 12 تحقيق هيٺ چنڊ آهن.

سوال 103: مُشتري جو سڀ کان وڏو چنڊ ڪهڙو آهي، جيڪو 16 صديءَ ۾ گليلو سائنسدان ڳولي لڌو؟
جواب : گينِي ميڊ.
سوال 104: زُحل ( Saturn ) تي ڪل معلوم ڪيل چنڊ ۽ تحقيق هيٺ ڪيترا آهن؟
جواب : 53 چنڊ معلوم ڪيل ۽ 9 تحقيق هيٺ آهن.
سوال 105: زُحل جو سڀ کان مشهور چنڊ ڪهڙو آهي جيڪو گيني ميڊ کان پوءِ ٻئي نمبر تي آهي؟
جواب : ٽِيٽان. ( هي چنڊ عطارد کان به وڏو آهي )
سوال 106: برفاني ديوَ ڪهڙي گره کي چيو ويندو آهي؟
جواب : يورينَس کي.
سوال 107: يورينس ( Uranus )کي ڪيترا چنڊ آهن؟
جواب : 27 چنڊ.
سوال 108: يورينس جو سڀ کان وڏو ۽ مشهور چنڊ ڪهڙو آهي؟
جواب : ٽِٽينِيا.
سوال 109: نيپچُون کي ڪيترا چنڊ آهن؟
جواب : 13 چنڊ.
سوال 110: ڪِڙَندڙ تارا ( Shooting Star ) ڇا آهن؟
جواب : ڪِڙندڙ تارا يا شُهاب ثاقِب دراصل پٿريلا ۽ ڌاتُن جا ٻچيل سچيل ذرڙا هوندا آهن جيڪي مختلف رفتار سان سج جي چوڌاري ڦرندا رهن ٿا.
سوال 111: پُڇڙ تارا ڇا آهن؟
جواب : پُڇڙ تارا يا ڪوميٽس( Comets ) تمام ننڍڙا جسم هوندا آهن جيڪي برف، دز ۽ پٿريلي شين جا ٺهيل هوندا آهن. انهن کي گهڻو ڪري منحُوس گندا برف گولا به چئبو آهي.
سوال 112: پُڇڙ تاري جي مرڪز جو نالو ڇا آهي؟
جواب : ڪوما ( Coma ).

*ختم شده*